# ڏولا ماهي آ

(داتا سيد ولايت علي شاهه جيلانيؒ
جو سرائڪي ڪلام)

مرتب:
**فقير عبدالغني پيٽي**

داتا بگن شاهه اڪيڊمي
لاڙڪاڻو.

# حق ۽ واسطا پبلشر وٽ محفوظ


| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | ڍولا ماهي آ (سرائڪي ڪلام) |
| موضوع | : | شاعري داتا سيد ولايت علي شاه جيلاني رح |
| مرتب | : | فقير عبدالغني ڀٽي |
| ايڊيشن | : | پهريون |
| تعداد | : | هڪ هزار |
| ڪمپوزنگ | : | شيخ رفيق، آزاد ڪمپوزرس لاڙڪاڻو. |
| ڇپرائيندڙ | : | داتا بگن شاهہ اڪيڊمي لاڙڪاڻو. |
| ڇاپيندڙ | : | |

ملهہ : 40 روپيہ





هي ڪتاب "ڍولا ماهي آ" قمر الدين ڀٽي
داتا بگن شاهہ اڪيڊمي پاران ڇپائي "مئخانہء فيض درياه"
شاه بهارو ڪالوني لاڙڪاڻو مان پڌرو ڪيو.

## انتساب

● هي ڪتاب آءٌ پنهنجي پير ومرشد داتا ٻگن شاهہ جيلانيؒ جي نالي منسوب ڪريان ٿو. جنهن هاديءَ هدايت ڪري فقيري حال ۽ خيال عطا ڪري اناالحق عشق ۽ من خدايہ جي ماهيت سمجهائي.

# ٻه اکر

ڏنو وڃي ته هن مصروف دنيا جي دور ۾ مشڪل سان ڪا دل ملندي جنهن ۾ مرشد جي محبت جو ماڻ ٻريل هوندو. نه ته هرڪوئي نفسا نفسي، هڻ هٿان ۽ وٺ وٺان جي وَر چڙهيل آهي.

فقير عبدالغني يٽي بابا سائين بگن شاه جو پيارو طالب ۽ ويراڳي آهي. هي فقير علمي ۽ ادبي "وفائي" گهراڻي جو فرد آهي. لکڻ پڙهڻ سندس خاص مشغلو آهي. هن فقير داتا سائين جن جا ٽي ڪتاب ١. عشق ڪيو آباد، ٢. قلندري خطاب ۽ هي ٽيون ڪتاب "ڍولا ماهي آ" پنهنجي هڙئون وڙئون ترتيب ڏئي ڇپائي اسان جي درگاه "انباه شريف" سان پنهنجي روحاني محبت جو ثبوت ڏنو آهي. اسان جي ڪيس دعا آهي ته، داتا سندس صحت سلامت رکي جيئن آئنده لاءِ به درگاه جي علمي ۽ ادبي خدمت ڪري سگهي.

جنهن گهريو جهڙو، تنهن کي مليو تهڙو

**سيد ڪامل شاه**

درگاه حضرت انباه (چڪ)

تعلقو لکي غلام شاه، ضلع شڪارپور

## پبلشر پاران

زير نظر ڪتاب "ڍولا ماهي آ" داتا سائين شاه ولايت جو سرائڪي ڪلام اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن ڪتاب کان اول ڪتاب "عشق ڪيو آباد" سائين سيد بگن شاه جو ڪلام سن 2000ع ۾ اوهان تائين پهچايو ويو هو. ان کان پوءِ سن 2002ع ۾ ڪتاب "قلندري خطاب" داتا فيض درياه جو ڪلام ڇپائي فقراء جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو هو.

هي اسان جي ٽئين ڪوشش آهي، ڪتاب "ڍولا ماهي آ" سائين داتا شاه ولايت جو سرائڪي ڪلام جو پيارن پڙهندڙ، مطالعي جي مشتاقن، تصوف جي گهڻگهرن ۽ خاص ڪري داتا سائين جي فقيرن جي هٿن تائين پهچائيندي بي انتها روحاني سرور حاصل ٿي رهيو آهي.

ڪتاب جي ترتيب رواجي رکي وئي آهي. پهريان الله ۽ رسولﷺ جي ساراهه، مولا علي جي شان جا قصيدا، ڪربلا جو قصو جنهن ۾ امامن جون ڳالهيون، حضرت پيران پير جون مداحون، قلندر لال جي ساراهه، مجازي ۽ حقيقي عشق جون ڪافيون ۽ داستان "هير رانجها" جون ڪافيون ۽ بيت ڏنل آهن.

داتا جي فقيرن تي ٻه اهو فرض عائد ٿئي ٿو ته اسان جي قلمي پورهيي جو قدر ڪندي ڪتاب خريد ڪن ته جيئن آئنده لاءِ ڪنهن ٻئي ڪتاب ڇپائڻ جي جرئت ڪري سگهون.

دعائن جو طالب

**قمر الدين ڀٽو**

سيڪريٽري

داتا بگن شاه اڪيڊمي لاڙڪاڻو.

# انـدر جي اور

داتا ولايت شاه جي گذريل ميلي جي موقعي تي داتا جان محمد سائين جن جي حضور ۾ عرض ڪيم تہ داتا "شاه ولايت" جو سرائڪي ڪلام ڇپائڻ لاءِ اجازت ڏيو جو سالن کان اها سڪ آهي ۽ بيرنگي اشارو بہ ٿيل آهي. سائين جن فرمايو تہ "فقير! سدائين ڇپايو پر خيال سان جو رسالي ۾ غلطيون ٿيل آهن." غلطيون ان ڪري ٿيون آهن جو مختلف ذوقينن قلمي نسخا لکيا آهن. مون ڪين عرض ڪيو تہ، "سائين ڏسي وائسي جاچي جُوچي ڇپائيندس."

پاڻ حويلي تان فقير علي گوهر قناصري لاڙڪاڻي واري جو لکيل قلمي نسخو فوٽو ڪاپي لاءِ عطا ڪيائون. ان سرگرميءَ دوران سائين ڪامل شاه جن پڇيو تہ "عبدالغني ڪهڙي سرگرمي ۾ مشغول آهيو؟" مون ڪي عرض ڪيو تہ "سائين 'داتا شاه ولايت' جو سرائڪي ڪلام ڇپائڻ جو خيال دامنگير آهي. ان لاءِ ڪوشش جاري آهي." پاڻ فرمايائون تہ "جيڪو مواد ڇپائين ان جو ديدار ضرور ڪرائجانءِ." ڪجھ وقت کان پوءِ ڪمپوز ٿيل مواد بٽر پيپر جي صورت ۾ سندن اڳيان پيش ڪيو. پاڻ مواد ڏسي خوش ٿيا ۽ ڪتاب "ڍولا ماهي آ" لاءِ مختصر بہ اکر لکي ڏنائون.

**ٿورا نہ ٿورا مون تي ماروئڙن جا.**

هن ڪتاب ڇپائڻ لاءِ پير و مرشد بگن سائين جن بہ اجازت ڏيڻ فرمائي هئي. ٿيو ائين جو سرائڪي ڪلام ڇپائڻ لاءِ سنبرندي وچ ۾ داتا فيض درياهہ جي رسالي ڇپائڻ لاءِ هي الفاظ چيائون تہ "يلا فيض درياہ ڏي نتو ڦرين ڇا؟". اهڙي نموني سندن امر سان داتا فيض درياهہ جو ڪلام "قلندري خطاب" جي صورت ۾ ڇپجي نروار ٿيو. هاڻي داتا جي دعا سان حال سارون هي سرائڪي ڪلام فقراءَ جي خدمت ۾ پيش ڪيو اٿم.

ڏنو وڃي ته دنيا ۾ ڏکيو ڪم لکڻ پڙهڻ جو آهي. هن ڪم ۾ نور نچوئڻو، راتيون جاڳيون ٿيون پون. ڪوجنا ڪري فڪر جي فرهي هٿ ڪري هلڻو ٿو پوي. اسان جي معاشري ۾ ڪتابن جو واهپو مڙئي گهٽ آهي. ان هوندي به ڪيترائي ڪتاب ڇپبا رهن ٿا، ته به ذوق جو پورائو نٿو ٿي سگهي. هڪ فقيري حال ٻيو مهانگائي جو دور ان ڪري ماڻهن ۾ قوت خريد تمام گهٽ آهي. انهن سيني ڳالهين هوندي به قدم پوئتي ناهي رکڻو. مرشد جي دعا سان ۽ سچي نيت جي سهاري ٻيڙا پار ٿي ويندا آهن. هادي جو همراهه ٿيو ته باقي ڪهڙي چنتا ڪجي.

لاڙڪاڻو شهر داتا شاهه ولايت جو محبوب شهر رهيو آهي. ان ناتي سندن محبوب شهر مان هي ٽيون ڪتاب ”ڏولا ماهي آ“ ڇپجي اوهان جي هٿن ۾ پهچي ويو آهي. هاڻي اوهان پڙهندڙ پاڻ امين آهيو، منهنجي غلطين کي ڏسي اصلاح ڪرڻ فرمايو ته مونکي وڏيڪ خوشي ٿيندي.

داتا جان محمد سائين ۽ ڪامل سائين جن جو ٿورائتو آهيان، جن خوشيءَ سان هي ڪلام ڇپائڻ جي اجازت ڏني. فقير حاڪم علي فياضيءَ جو ٿورائتو آهيان جنهن داتا جي تصوير ڏيڻ جي مهرباني ڪئي. آءٌ سيد مهدي شاهه ’فياضي‘ ۽ ڊاڪٽر ساغر ابڙو، پنهنجي ڀائٽي خالد سيف الله ڀٽي جو پڻ ٿورائتو آهيان، جن هن ڪتاب ڇپائڻ ۾ مونکي جاڻ ڏني. آءٌ مسٽر حاڪم علي مهر، عبدالرؤف صاحب (شهر چڪ) ۽ مرشد زادي سيد تاج محمد سائينءَ جو پڻ ٿورائتو آهيان جن سائينءَ جن جون تصويرون ڏيڻ جي عنايت ڪئي. پنهنجي مرشدن ۽ فقيرن کي منهنجي التجا آهي ته مون ناچيز لاءِ دعاءِ خير گهرن ته جيئن هن لکڻ پڙهڻ جي پنڌ ۾ اجان ڪي وکون کڻي اڳتي هلي سگهان.

دعائن جو طالبو

**فقير عبدالغني ڀٽي**

مٺخانه فيض درياه

شاهه بهارو ڪالوني لاڙڪاڻو

نومبر 2004 عيسوي

مطابق شوال 1425 هجري.

# داتا سيد ولايت علي شاھ جيلاني مشهور ”شاھ ولايت“

داتا سيد ولايت علي شاھ ولد سيد بگن شاھ (اول) سن ١٣٢٩ هجري ڳوٺ انباہ لڳ چڪ شهر هاٿي تعلقو لکي غلام شاھ ضلع شڪارپور ۾ جنم ورتو. قرآن شريف ۽ سنڌي تعليم حاصل ڪيائون.

سنڌن وڏن کان وٺي اهو رواج هو تہ جيڪو بہ گادي نشين هوندو هو سو لوڙهي (مٺخاني) کان ٻاهر نہ نڪرندو هو. پاڻ خواب ۾ ڏٺائون تہ بابا داتا بگن شاھ (اول) سنڌن پير مان ڪڙي لاهي حڪم ڪيائونس تہ لوڙهي کان ٻاهر نڪري سير سفر ڪريو.

سائين داتا ولايت علي شاھ مالڪن جي فرمان مطابق لوڙهي کان ٻاهر نڪري رياضت جي بهاني در در عشق جي اظهاري ڪئي، نہ تہ رات جي پيٽ ۾ ٻاهر وڃي رات ٺي لوڙهي ۽ درگاھ تي موٽي پوندو هو. پهريان ڪيس لاڙڪاڻي وڃڻ جو امر ٿيو. جو بچپن ۾ داتا فيض درياھ بہ لاڙڪاڻي کان نوشهري فيروز ويا هئا. ان وقت فقراءُ بہ جام هيو.

اهي آڏوتي اڻ موٽ ۽ ويراڳي سازن ڪي سينگاري ساڻن راهي ٿيا. پهريائين پيرين پنڌ ڪشتو (ڪشڪول) کڻي سير و سفر ڪرڻو پيو. پوءِ آهستي آهستي گهوڙن ۽ اٺن جي سواري مهيا ٿي، اهو وقت بہ آيو جو گهوڙا ۽ اٺ جام ۽ پيادي فقراہ جو ڳاڻاٽو نہ هو. ڪڏهن تہ سنڌو درياءَ ۽ نارا ڪئنال ذريعي اوپارا، لهوارا ٻيڙين تي سفر ٿيا، ڪڏهن تانگا، اٺ گاڏا ۽ جيپ بہ سفر ۾ ٿي. اجمير شريف بہ فقراءُ همزه علي فقير، همت علي فقير، وريل شاھ، رحم فقير، جادل، حاجي عيسيٰ، حاجي خير محمد ۽ ٻين سان ريل گاڏي رستي درشن ڪيائون. پاڻ تہ بادشاھ ”شاھ حسن“ ڏسي حيران ٿيا، بلڪل پاڻ بہ ماڻهن جون دليون موهي موٽيا. ڪڏهن تہ درگاہ جهوڪ شريف، ڀٽ شاہ، ۽ سيوهاڻي سرڪار تي ميندين جا سهرا ۽ گيت ڳايائون

ڪڏهن ته ٺري ۽ جبل جا فقراء سميت سير ڪيا. ڪڏهن ته تجل شريف، ڦاڙهيارو، ٻڪار. هن ٺر جي سفر ۾ سائينءَ سان جيڪي فقير گڏ هوندا هئا سي هي آهن.

**گهوڙي سوارن جا نالا:** رنگل شاهه (ڳاڙهي موري)، وريل شاهه (ٿل وارو)، جوڳي فقير مڱڻهار (ڪنڌڪوٽ)، رازق ڏنو فقير (ڀتار پتڻ وارو)، حيسب فقير پنوهار (لڳ رستم سنڌ واهه)، محب فقير پنوهار (لڳ رستم)، جنيد فقير ۽ سومر فقير (پنوهاري سومرا پتڻ)، شفيع محمد سميجو ۽ ابراهيم سميجو (ڳوٺ نٿو راجا)، ڦوٽو فقير شيخ (لڳ شاهه حسين خيرپور ميرس)، هوت جمعدار مڱڻهار (لڳ ڪنڌرا دوداڻڪو ڳوٺ)، سانولو فقير جاگيراڻي لڳ ڪنڌرا، گل فقير مڱڻهار، "ادو گل" (لڳ سنگرار).

**اٺ سوارن جا نالا:** جيئندل شاهه، مياندا فقير ڪلادي، ڪريم بخش ناپر (سنگرار ٺر علائقو)، غني فقير ڦلپوٽو (لڳ سنگرار)، الهورايو فقير ڦلپوٽو (سنگرار)، سومر فقير، سوڍو فقير ڦلپوٽو، جاني فقير ڦلپوٽو، ڏنل فقير ڦلپوٽو، بنو فقير ڦلپوٽو، خدا بخش فقير ڦلپوٽو، بگو ينيرو (لڳ صالح پٽ)، بلوچو فقير ينيرو، غازي فقير ڦلپوٽو، درگاهه ڏنو شاهه (صالح پٽ)، ثابت علي شاهه (لڳ صالح پَٽ ڪاهي)، ڏتل فقير ينيرو (ڪوٽ بنگلو لڳ آباد پاڙو)، ميرل فقير پرهياڙ (لڳ ٽنڊو نظر علي)، نوريز فقير ڦلپوٽو (لڳ گاگڙي ڏانورو شهر)، طالب فقير ڪلادي، ته ڪڏهن لاڙڪاڻو، وڳڻ، لالو رائنڪ، ڏوڪري باقراڻي، لونگاڻي، شڪارپور، سکر، روهڙي ۽ فتح پور بلوچستان عشقي آماجگاه ٿيا. ڪڏهن ته ڪڇي جا سير ته ڪڏهن دڙي، ينر ۽ ڪنڌڪوٽ ته ڪڏهن پنو عاقل، گهوٽڪي، ماٿيلو ۽ خصوصن بوزدار وڏا، عشقي مرڪز بنيا. جڏهن سير و سفر ۾ فقراء سميت هلندا هئا ته جبل ٻه وڄندا هئا ۽ هزارين ماڻهون سندن درشن جي انتظار ۾ هوندا هئا. فقراء جو سپه سالار غلام نبي شاهه جيلاني ۽ فقراء جو جمعدار جاڙو مست هوندو هو. بوزدار سائين حسين شاهه جيلاني بن علي محمد شاهه تي خاص پيار هون.

اُتي هفتن جا هفتا ۽ مهينن جا مهينا فقراءَ سميت رهندا هئا. وٽن خاص قربان علي قربان خاصخيلي فقير به رهندو هو. ڪيئي مست ۽ ابدال ساڻن گڏ رهندا هئا. حمزه علي فقير مهر سان قرب جو نڪاح هون. سندن وصال بعد اُن فقير به ميلي ۾ دم ڏنو ۽ درگاهه تي رکيل آهي. سندن منظور نظر مير حاجي شاه ڏنو فقير سندراڻي به وصال ڪري ويو هاڻي سندن ساٿ جو پراڻو ويراڳي ۽ طالب همت علي فقير لولائي موجود آهي. آخر ۾ سفر ماڻي درگاهه شريف تي پهتا. اُتان اصل سفر جي تياري ڪيائون ۽ اهل بقا جو شرف ماڻيائون.

## جهد جفائون:

درگاه جون جايون خستہ حاليءَ ۾ هيون. پوري شهر جو پاڻي درگاه ۾ ايندو هو. هيناهين، ڪلر، ڪانڊيرا ۽ وچ ميخاني مان واه وهندڙ ڏسي رياضت چالو ڪئي ويئي. داتا فيض درياءَ جو قرب تيو. "امرت سر" ڪان چرن سنگهہ نالي هڪ سک درگاه تي پهتو جنهن کي داتا ولايت علي شاه جن مسلمان ڪيو ۽ مٿس نالو محمد صالح شيخ رکيو. ان اچي همت ڏياري تہ، مونکي ارشاد ٿيو آهي تہ پنج قبا روضو ۽ ٿهيل بنگلي جي ڇت وڃي راس ڪر. جو ڇهتيرن تي الفاظ ۽ آيتون قائم رهڻا آهن. گڏهہ ڏاريو، فقير ۽ مريد هٿ ڪريو، ڪاٺ هٿ ڪريو مٽي ڍورايو. پراڻ ڪرايو ۽ ڪورا پچرايو. آسري الله جي سڪٽين هٿين، هٿ ڳنديو ويو. واهہ ٻاهران ڪرايو ويو، ميخانہ ۾ ايترو پراڻ ٿيو جو هاڻي درگاهہ جو پاڻي ٻاهر وڃي ٿو قبا راس ٿيا، بنگلو راس ٿيو ۽ چوڌرد فقراءَ جي رهڻ لاءِ پڪسرا اوتارا جڙيا. روضي اطهر تي ايراني ڪاشيءَ ۽ هيري جو ڪم ٿيو. انهيءَ جهد جفا ۾ ورهيہ لڳا، ۽ فقيرن جي رياضت رنگ لاتو. رات ڏينهن ڪم، ٻچت وقت ويراڳ ۽ باقي ٽائيم سيرو سفر ۾ صرف ٿيو.

داتا ولايت شاه مهينن جا مهينا فقراءَ سميت سيلان ۾، تہ موجوده سجاده نشين داتا ٻگن شاه دوم ان وقت ننڍڙو، باقي فقراءَ سان گڏ. درگاهہ جي رياضت ۾ مشغول رهيو. ننگر جاري و ساري رهيو ۽ اڄ بہ جاري آهي.

اڄ داتا جي دربار اجميري درشن وٽان آهي.

سائين داتا ولايت علي شاهه شڪل جا تمام سهڻا، قدآور، سڌي ۽
سروڪائي، پيشاني ويڪري ۽ ڀڪندڙ. منهن مبارڪ تي هلڪي ماتا جا
نشان، منهن جي کٻي پاسي، بابا وانگر اسو (ڦڙو) ۽ اکيون وڏيون نمائيون.
سدائين خمار ۾ هين، سونهاري پوري، متي جا وارا ڊگها. سدائين سينگار
سندن شيوو هو. متي گي گرم ٽوپ، گيڙو ۽ سائي دستار ٻڌندا هئا. پهريان
۽ ستڻ وڏي ۽ صاف، پيرن ۾ بوٽ هوندو هون. ٻانهن ۾ سونو ڪولابو ۽
پيرن ۾ ڪڙو يا چانديءَ جي زنجيري هوندي هين. ڪاري ڪتي، ڪمبل ۽
لڪڻ ساڻ رکندا هئا. ستار اهڙي ٻڌندا هئا يا پوشاڪ اهڙي پهريندا هئا يا
سندن اوچو قد ۽ سڌي ڪائي ڏسي ماڻهون سندن هلت، ٻيهڪ ۽ گفتار تي
موهت رهندا هئا. ٻين درگاهن جا طالب ٻه سڪ مان نه ڍاپندا هئا.

پڌرو پنهل پيارو، سهڻو سدا هو سڀ ۾،
تنهن جا ناز نيڻ نرالا، لالڻ لڏي لڪن ۾.
"شير خان فقير"

پورو سارو پڙهيل، ليڪن لدني علم جا صاحب هئا. سواريءَ جا
شوقين ۽ شعر و شاعريءَ سان چاهه هون. تمام خوش مزاج ۽ غريبن جا يار
هئا. هر ڪو پائيندو هو ته داتا منهنجو آهي ۽ آءٌ داتا جو آهيان. دائما وٽن
فقراءَ جام رهندو هو. مست ءمجنون ٻه شامل هئا. هر هڪ جي سنڀال پاڻ
رکندا هئا. ويراڳ ۽ اوجاڳو ڏاج هين. لنگر جاري ۽ سواليءَ جو سوال پورو
ڪندا هيا. داتا جنهن ٻه ميلي ۾ پهتو ته اهو ميلو پرپور تي ويندو هو. يا
جتي پاڻ رهيا ته جٽڪ هر گهڙي ميلو هو. سندن رهت قرب ۽ گفتار، پورو
ملڪ ۽ ماڻهو مطيع بنايا. پاڻ ائين پهر ڪاڏو واپرائيندا هئا. فقراءَ ڪم
پوشاڪ ۽ ڪرايو ٻه ڏيارينda هئا. ڪنهن کي ٻه رنج نه ڪيائون ڪو زمانو
ته پاڻ هٿن سان لنگر هلائيندا هئا. هيٺ ويهڻ، جاڳڻ، رب جي يادگيري،
دم ڪاهڻ جي تلقين سندن شيوو هو.

•

## آخري سفر، آرامگاه ۽ عشقي سوال:

سير و سفر ڪري سن 1981ع ۾ واپس درگاه انباه شريف پهتا ۽ اتي بيمار ٿي پيا. پاڻ فرمائيندا هئا ته هيءَ بيماري، مالڪن جي موڪليل نعمت آهي، هن کي عشق جو عتاب ڄاڻو.

جيڪي ڏنائون، سو سيوئي سهه جنڊڙي،
مرچڙ چنائون، اي پڻ ڳنڊيو سڄڻين.
"شاهه سائين"

پاڻ فرمائيندا هيا ته،

"ڏک وڏو ئي ڏيل، ته به زيب نه متيا ذات جو."

پريت جا پياسي ۽ محنت جا متوالا طالب ۽ مريد ملاقاتيون ڪندا رهيا، ڊسمبر سن 1981ع ۾ لاڙڪاڻي ساڌن وٽ پهچي، درشن ڪرايائون. مارچ سن 1982ع ۾ قربان علي قربان خاصخيليءَ کي طلب ڪيائون. جنهن سندن ڪيسٽ پرائي ۽ "ڪشڪول صوفي" پڙهي ٻڌايو. عين موقعي ڪان اڳ مير حاجي شاهه ڏنو سندراڻي فقير جو سندن محبوب به هيو ۽ ڪيس وڏو پٽ چوندا هئا، اهو پهچي ويو. عين موقعي تي پياري طالب مير علي گوهر سندراڻي کي به گهرائي ورتائون. سندن نينگر موجوده شاه بگن دوم ۽ پوٽو سائين جان محمد شاهه (سوم) "موجوده گادي نشين" موجود رهيا، تن سان آخري روح رهاڻ ڪري، طالبن کي آخري تلقين ڏنائون.

ڪانئس پڇيو ويو ته عشق ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ته انتظار. سندن غسل وصيت مطابق، فقير الهه بخش چني "اداسي" پنو عاقل واري ۽ سيد علي اڪبر شاهه لاڙڪاڻي واري سرانجام ڏنو.

پاڻ 17 مارچ سن 1982ع اربع ڏينهن 4 بجي شام مطابق 20 جمادي الاول سن 1402هجري الداعي اجل کي لبيڪ چئي دارالبقا راهي ٿيا. سندن مزار مبارڪ درگاه شريف تي آهي. جتي هر سال 20، 21، 22 تاريخ

جمادي الاول ۾ ڏاڻ ڏوم سان ميلو ملهايو ويندو آهي.

**تبرڪون:** داتا جن جي عام استعمال جون شيون جن ۾ ڪنٺ، ڪولابو، ڏنڊو ۽ ڪشتو شامل آهي سندن درگاهه مبارڪ تي رکيل آهن..

**مٺخانا:** داتا جن جا هون ۽ تہ سموري سنڌ جي تقريبن هر ضلعي ۾ مٺخانا آهن، پر هيٺين مٺخانن ۾ پاڻ زندگي ۽ جو گهڻو حصو گذاريائون.

آبڙي وارو مٺخانو، شاهہ حسين وارو مٺخانو، پنو عاقل وارو مٺخانو، ڏوڪري وارو مٺخانو، سکر وارو مٺخانو، گوندرڙو وارو مٺخانو، توڪل فقير وارو مٺخانو، (لاڪا روڊ) وغيره.

**صحبتي ۽ همعصر:** داتا جن جا هون ۽ تہ تمام گهڻا صحبتي ۽ همعصر هئا پر انهن مان ڪي خاص ناﻻ هيٺ آڻجن ٿا.

**ضلعو شڪارپور:** پير شاهہ ۽ علي شاهہ سائين سهڪجي مولوي عبدالعزيز چڪ، دريا خان فقير هدايت فقير جيهو غلام شاهہ غازي، محمد اسماعيل شاهہ بيرنگ، غلام مهدي شاهہ، هادي حسن شاهہ، مست مقيم، فدا حسين شاهہ، بچل فقير، امام الدين فقير، سين علي شاهہ (نبي شاهہ وڳڻ).

**ضلعو سکر:** انور شاهہ بخاري، منگهن فقير، محمد فقير گهوٽو، بادل فقير گڏاٽي، در محمد فقير زنگيجہ، غلام رسول فقير ڏيٽو، بيگ محمد فقير ۽ فقير سبحان بخش، پير رسول شاهہ گڏنگ وغيره.

**ضلعو لاڙڪاڻو:** غمدل فقير رتوديرو، فقير غلام مصطفيٰ جوکيو وغيره.

**ضلعو خيرپور:** نصير محمد فقير جلالاڻي، علي گل فقير جلالاڻي، بديل فقير شر، فولاد علي فقير شر، در محمد فقير دوم هيسباڻي، ظفر علي هيسباڻي، علي محمد فقير ٽالپر، عبدالحق سائين فاروقي، حاجي غلام مرتضيٰ شاهہ ڪمبٽ، صوفي ولي محمد فقير تجل، ميان علي قطب فقير تجل وغيره.

حيدرآباد ضلعو: صوفي عبدالستار دوم جهوڪ شريف، محمد فقير ڪنياڻ، الهہ بخش ملاح، سائين محمد جڙيل شاهہ "پٽ" وغيره.

**نوابشاهہ ضلعو:** فقير مهدي شاهہ، سائين جهانيہ، خدا دوست فقير آهر شريف وغيره.
**جيڪب آباد ضلعو:** حاجي جيلاني شاهہ دوداپوري، ڪامل شاهہ ڪنڌڪوٽ وغيره.

## طالب:

داتا ولايت شاهہ جن جا طالب مريد هند سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهن انهن مان ڪجهہ صاحب منزل طالبن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

سيد بگن شاهہ جيلاني دوم ڳوٺ انباهہ شريف، مستر محمد صالح شيخ، ملنگ شاهہ، مير حاجي شاهہ ڏنو فقير سندراڻي "مشتاق"، حبيب الله فقير مهيسر، بابو حمزه علي فقير مهر، حاجي عسئي مهر، احمد فقير ملاح، مير علي گوهر فقير سندراڻي، رحم فقير ماڇي، ميانداد فقير گهنڊئي، ديدار فقير لکڻ، فقير الهوڏايو جاگيراڻي، پيرل فقير مهر، خير محمد ڪلهوڙو، ڀائي چنچل داس، ڀائي موتي رام، ڀائي سدا رنگ مل. استاد هادي بخش خاصخيلي، رنگل شاهہ، جڙيل فقير مستانو، علي محمد شاهہ دوم ۽ قرار فقير رند، وريل فقير ابڙو (دوم).

●

# شجره نسل انباهہ ۾ قائم سلسلو

# سيد پير شاه



# شجره نسل انباھ ۾ قائم سلسلو





## داتا سید جان محمد شاہ جیلانی

(ٹیون)

سجادہ نشین

درگاھ داتا فیض درياھ انباھ۔ چک

## بسم الله الرحمٰن الرحيم

## نعت شريف

## شان رسول ڪريم صلعم

## (روپ پيلُو)

وردِ زبان شب روز ڪـــهون نِــت نام محمد پيـــارا جِي
حـــق شـــيدا آپ بنهـا هَـــي مجرُوح[1] تي دلفگارا[2] جِي

١. پيـشـوا[3] جـبريـل بَنا خاطـي خـــاص وڪيل بنا
آپـــي عاشـــق رب جلـيل بـنا تي آوي دوست دلارا جِي

٢. ڳـئي عرش اعـــظم اُتي سرور محبوب خدا دا اڪبر
پڙهـدي حـورو ملائڪ ذڪر، صلوات دا هوندا نعرا جِي

٣. معـراج ماڻيندا هي مدني، مليندي مُشڪ ملائڪ خُتني
تِـي ڳـئي روشـن چاند بدني، شب سورج ماه ستارا جِي

٤. بڻــڪـي تيڏي در دا گداگر، بخشين فيض الاهي بهتر
سـائل ثنـا خــوان ثنـاگـــر، شاه ولايت تمهارا جِي

---

١. گهايل ..... ٢. عاشق.... ٣. اڳواڻ

بسم الله الرحمن الرحيم

## قسيدو (شانِ حيدر)

(روپ پيروي)

الله وڏايا رتبـ[1] تيڏا شان هئي عالي دارين[2] دا والي

١. ازدهر[3] کون چوتي سن وچ تئن چير ڇلايا منکرکون منا
معلوم هويا تئکون حرامي و حلالي

٢. انجيل وچ ايليا هي نام ٿساڏا، اي پير اسا
توريت وچ حيدر[4] تيڏا نام يا علي

٣. کل انبيا تي افضل تيڏي هئي شجاعت[5] عالي هي عباد
سردار وليون دا جلالي و جمال

٤. مشهور دوجهان وچ تيڏي هَي سخاوت حاتم کون هئي عبر
سکندر جيهي گداگر تيڏي در دا سوال

٥. بي پير امت صغير کون پاني نہ پلايا عيوض تير چلاي
دردان ستائي رووي جهولي تي ڳئي خال

٦. جنون بشر ملکان اُتي تيڏي هي سرداري مصيبت پي هئي بار
وسدا گهر ويران کيتا فوج ناريان[6] والي

ولايت شاه علي دي نام دا ورد کماوي رووي و رواو
پياسي هَي تيڏي ذات دا مولٰي هئي موال

---

١. شان،٢. دنيا ۽ آخرت،٣. نانگ جو قسم،٤. چيرينڌ" شينه (لقب حضرت علي)، ٥. بهادري، ٦. دوزخي

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## قصيدو (شانِ حيدر)

### روپ پيروي

علي حيدر حيدر ڪردي هُون

ٻيا ورد وظيفا نہ پڙهدي هُون

١. مُات ڪيتوسي ملحد[١] ڪون ماري، دشمن دل تون اصل وساري[٢]

هردم حسينڻ ڪون دلڙي ساري، بي پچر[٣] پرائي نہ ڪردي هُون

٢. خاص خدائي خيال اساڏا، برهہ[٤] بقائي بحال اساڏا

هردم حسيني حال اساڏا، سردي سانگ[٥] نہ ڏردي هون

٣. عشق اساڏا عُشاقي پوشاڪي، خوش اخلاقي يار مُلاقي[٦]

جام پلاوي سهڻا ساقي، طلب تهين وچ تردي هُون

٤. هردم حسيني عشق سلامت، قائم هوسي روز قيامت

سُرور اهين وچ شاه ولايت، شب روز سدائي رڙدي هُون

١. مارڻ ٢. ڪافر٣. گلا غيبت ٤. عشق ٥. اُڻ تُڻ ٦. ميلاپ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## قصيدو (شانِ حيدر)

### روپ ڀهاڙي

ڀَهُون[1] نبي خلقي دنيا وچ ساري
علي کون افضل الله بنايا

منگن مدارت[2] مشکل دي ويلي ، وليءُ افضل الله بنايا

۱. ملڪان دا مقرب[3] اوئي سڏاوي . توحيد تنهن کون علي سکاوي
جبريل جيها علي پڪاري، استاد ڪامل الله بنايا

۲. نوح دي ڪشتي لرزش وچ آئي، تهين کون پُشتي[4] علي ڏوائي
تهين کُون تاري علي اُڪاري[5]، کشائي مشکل الله بنايا

۳. زندان[6] وچون يوسف رِهائي پاوي، مڇي کنون يونس علي ڇڙاوي
آتش[7] خليلي هووي بهاري، مقيم مکمل الله بنايا

۴. هجرت دي ويلي بستر تي سووي، نبي دا وارث ممبر تي سُونهين
نبي خيبر وچ علي پڪاري، هسوارِ دلدل الله بنايا

۵. ڪعبي ولادت مسجد شهادت، ايوين نہ هووي کهندي شاه ولايت
جِنون مَلڪ وچ علي دا نعرا ، فياض فاضل الله بنايا

---

۱. وڏيڪ،۲. رعايت مدد،۳. ويجهو دوست، ۴. پناهہ،
۵. پار ڪري،۶قيد خانو،۷. اها باهہ جنهن ۾ حضرت ابراهيم خليل الله کي اڇلايو ويو

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## قصيدو (شانِ حسين)

### روپ پيروي

شبير كربل وچ ديرا لايا، راهي خدا اپڻا سيد سرِ ڏوايا

١. كيتا قول اصلي واحد نال وصلي، ايجها ابنِ علي جلوه ڏكايا

٢. سجدي وچ سلطان، تيران كيتا طوفان ذبيح[1] عظيم دا شان رنگي رتبه پايا

٣. كڙا زير[2] خنجر، اُتون جُهكايا سر، ايجهي الاهي امر[3] نرمل[4] نيايا

٤. وچ ميدان كربل، كيتا زمين زلزل، باري بار بلكل سر پر اُنايا

٥. صبر و صداقت، ويكو لياقت، شوقنون شاه ولايت آلِ نبي آيا

---

١. وڏي قرباني،٢. هيٺ، ٣. حكم، ٤. پاك صاف

بسم الله الرحمٰن الرحيم

قصيدو (شانِ حسين)

روپ پيروي

ڪيا حق ني شان وڏايا ميڏي شاه شبير دا
ذبيح العظيم داهي القاب امير دا
١. ايوين لکيا روز ازل دي، نهين قلم قضا والي ٽلدي
آوندا نقش نظر ڪربل دي، ڪيتي قول پوري نهين ولدي
ڪيا راز ڏيکو رب دي، ايين سيد دي توقير[1] دا
٢. چاڪيتس ڪربل تياري، گهن بار مصيبت باري
سر نيزي اُتون هَسواري، ايوين هوندا نہ حافظ قاري
ختم مطالع ڪردا هي، ناطق[2] قرآن تفسير دا
٣. بن ڪربل ديرا لايا، وچ سجدي سر ڪُون جهڪايا
اتون ڪات قتل دا آيا، اتي پڙهڪي نماز مڪايا
ايجها ابن[3] خليل نہ پايا، تحفہ بي[4] تقصير دا
٤. ادا فرض خداني ڪيتا، وچ سجدي سر ڪون نيتا
پر پر جام عشق داپيتا دركار نهين مرنا جيتا
شهيدان ڪون زنده جانو هي قول قرآن قدير دا
٥. ڪردي رقمان وچ خيراتان، ڏيوي راه خدا زڪراتان
مختيار حسين هني مالڪ جنت دي جاگير دا
٦. ابن عليّ المرتضيٰ دي، نور نظر نبي زادي
صابر صاحب رضا دي، قتل گاه جز قضا دي
ڏتي راه خدا قرباني، ڏوجها تحرڪ نا تدبير دا
٧. رحل تيران فرقان دي، برداشت فهم فرمان دي
بطول زهران دي، فرزند شاه مردان دي
انبيا شرف نہ پايا، شاه ولايت شهمير دا

---

١. پت جي عزت بچائيندڙ، ٢. ڳالهائيندڙ ٣. حضرت اسماعيل عليہ السلام،
٤. بي قصور،

## بسم الله الرحمٰن الرحيم

## قصيدو (شانِ حسينؑ)

## روپ تلنگ

أمير حُسينا ميڏا پِير حُسينا
جڙ[1] قتل گاه دي تقدِير حُسينا

١. جڏان ميدان وچ سلطان ان کڙي، اُتون تيران دي طوفان کڙي
سر نيزي اُتي نيشان کڙي، تتي ريت[2] اُتي شمشير حُسينا

٢. کيتي رکوع وچ خيرات عطا، زکوات ڏيون سارا ساتھ سخا
قربان کيتا جند راه خدا، اُتي چکيان[3] سي تدبير حُسينا

٣. کيتي سخت کشالي کَربل دي، تشريف نما نبي نرملِ دي
جگر گوشہ[4] علي وصيع مکمل دي، پسر[5] پاک دامن دا پير حُسينا

۴. رتبا راز ربي دا آيا هَي، گهن بَار مصيبت چا يا هَي
مظلوم شهادت پايا هَي، علي اصغر ولد صغير حُسينا

٥. تيکون شوق ذبيح ذٰلي شان داهي، العشق شمع پروان دا هَي
اُتي رحل تيران فرقان دا هَي، تون ناطق سميع بصير حُسينا

٦. بعد از نبي دي همسر تون، بٹين راه حقي دا رهبرِ تون
مختيار مبين دا منور تون، ياسين تيڏي تحرير[7] حُسينا

٧. شاه ولايت راز مليا، سک سوز الم دا سازِ مليا
حب آلِ نبي آغاز مليا، صدبار ستم دا سير حُسينا

---

١. سراه ٢. واري ٣. کنيائين ۴. جگر جو ٽکرو ٥. پٽ ٦. وڏو شان ٧. لکت ٨. ڏک غم

بسم الله الرحمٰن الرحيم

قصيدو (شانِ حسينؑ)

روپ پيلو

آوين ڪربل دا والي، مڪڙا وِڪلائي ويندا
شبير خدا دا جاني جلوه ڏکلائي ويندا

١. افضل توقير تيڏي، ڏيکي تقدير تيڏي
روندي هي همشيره[١] تيڏي، تنها ڪون پرچائي ويندا

٢. تنها هَي آيا گهوڙا، ڪتان هسوار چوڙا
ڪيوين بٽيا وچوڙا، سبب سمجهائي ويندا

٣. صابر سلطان تون هين، نيزي نيشان تون هين
ناطق قرآن تون هين سبق پڙهائي ويندا

٤. طفلَ[٢] بي شير ڪُون، امت دي پير ڪون
اصغر صغير ڪون، پاني پِلائي ويندا

٥. بَنڙي[٣] دي سيج آئي، حوران هي ميندي لائي
ڳاني تي سهري پائي، قاسم پرنائي ويندا

٦. عابدا[٤] اسير بڻ ڳئي، ظالم زنجير پاڳئي
ڪيهي تقصير بڻ ڳئي، ظلمت[٥] مٽائي ويندا

٧. جز بي قضا دي سيد، صاحب رضا دي سيد
راه خدا دي سيد، ڪنبه[٦] لٽائي ويندا

٨. پياسي هي سائل تيڏا، محبت وچ مائل تيڏا
ڪمتر هي قائل تيڏا، اپڻا بڻائي ويندا

٩. منزل هي پائي عالي، خيمه هي ڪرڪي خالي
ماري امت دا والي، جهوڪ[٧] لڏائي ويندا

١٠. همت ڪرتام ڪُون، ولايت شاه ڪون
شاه و گدا ڪون، راهي بتائي ويندا.

---

١. پيڻ ، ٢. بار، ٣. گهوٽ، ٤. قيدي امام زين العابدين ٥. اونده ،٦. خاندان، ٧. دنيا

## بسم الله الرحمن الرحيم

## قصيدو (شان حسين)

## روپ جوڳ

### عالي منزل کون، بَنِ کربل کون رنگ لايا حسين
### او سخي آيا حسين

١. سجده وچون سخا سر دي ڏتي، ايجهي ابن خليل نا قرباني ڏِتي
هوئي ذبيح آغاز، پڙهکي نرمل نماز مُکايا حسين

٢. ازل کنون آها اقرار کيتا، سارا ساٿ سخا وچ سيد ني ڏتا
باغِ نبوي چمن، سارا تن من تي ڏن لُٽايا حسين

٣. صابر تي شاکر رضينا رضا، هاءَ مقتول مظلوم نبي بل قضا
بوسر بي جرم، سوين صدمي ستم سَهايا حسين

۴. ايجها کُون حافظ تي قاري هووي، سر سانگ[1] اُتي هسوار هووي
نوک نيزي نشان پڙهکي ناطق قرآن سنايا حسين

٥. صداقت صبر عالي همت ويکو، کاوندي حيرت نبي هر کمالت ويکو
ڪڙا زيرِ خنجر ورد سبحان ذکر کمايا حسين

٦. ذبيح العظيم دا القاب عرف، نهين انبياء ني ايجها هي پايا شرف
چل ڳني شمشير[2] جر قضا تقدير نباهيا حسين

٧. هر نبي نس[3] ڳني جس ميدان کنون، کرديا باغ جنت اُهين بيابان کُون
پياري نورِ نظر سب لعل گوهر ڏوايا حسين

٨. سودا کيتا اپڻي يار دي نال، فخر يوسف نبي هڻي بطول دي نال
صفت پيغمبر با اوللامر مرتبا پايا حسين

٩. امين رازِ ربي کون پچانا شبير، قدم کونين[4] اُتون هويا دوجڳ
ربکو ولايت شاه هادي حق راه بتايا حسين

---

١. بن شاخن وارو تير، ٢. تلوار، ٣. پڃي وڃڻ، ۴. دين دنيا

بسم الله الرحمن الرحيم

## مدح

## شان پير پيران

### (روپ كلياڻ)

معلوم تئنون سارا فقر دا حال وي

تون هين داتا تنگي تنگ پال وي

١. در تي جوئي سائل[1] آوي، مول كڏان نا خالي جاوي
آقا مئنون كردي مالا مال وي

٢. غريبان يتيمان دي جهولي پردي، نال كرم دي سخاوت كردي
سائيان شانون ٻهرا[2] ڏيوين برحال وي

٣. دلجا[3] ڏيوين هڻ[4] دلگيران، دست دامن وچ دامنگيران
شاه جيلاني كردي نِي قرب كمال وي

٤. پيران دا پير سن فريادي، مين كملي[5] نون كرين آبادي
نام مولا سائل دا سُڻ سوال وي

٥. سارا جگ منگن در دي ٻكيا[6]، خير ڏيوين ميكون اٹلكيا
ڏيوين خوشيان گيلاني غم تال وي

٦. شاه ولايت تيڏي شاهي، فالم فقر دي فوج الاهي
فيض دا درياه فيض ڏيوين حال خيال وي

١. سوالي، پينار. ٢. صلو، ٣. دل هاريل، ٤. هڻ، ٥. هيٺي، ٦. خيرات

# بسم الله الرحمٰن الرحيم

## مدح

## شان پير پيران

### (روپ پيروي)

ساڏا پير پيران دلپذيران[1] دستگير هِي
ملائڪ منيديُ اهنکون بشر[2] بينظير هي

١. پير پيران ساڏا حضرت ميران، نام اُناوان ٽٽڻ زنجيران
اسيران چڙاوڻ والا ڪٽيندا زنجير هَي

٢. در تي جوئي سوالي آوي، مول ڪڏان نا خالي جاوِي
جهولي پر ڏيوڻ والا قادر قدير هَي

٣. بکاري دي داتا جهولي پريندا، ماوان کون پير پتر ڏيندا
پيٽان کون ڏيوي پائي ملا هڻ وير هَي

٤. پلپل پيئي پڌڙي پاڪاري، هردم تيڏا نام پڪاري
پڌا پيڙا تارڻ والا محي الدين مير هَي

٥. سڀ تون تيڏي منزل عالي، جهولي خالي مين هان سوالي
خدائي خزاني والا اعظم وزير هَي

٦. ڪُل وليان تي قدم آهيندا، محبوب سبحاني اَسم[3] اهيندا
هيٽيان کون همت ڏيون داتا دلڏير هَي

٧. پيران دا پير سڻ فريادي داد ڪرين تون وچ بغدادي
اسان عاصِپان[4] دا رهبر روشن ضمير هَي

٨. تقسيم[5] ڪردي فيض الاهي، ولايت شاهي فيض درياهي
فيض گنج تيڏي وچون منگدا فقير هَي

---

١. دلپسند،٢. لاجواب انسان، ٣. نالو، ٤. خطاڪار،٥. ورهائڻ

بسم الله الرحمٰن الرحيم
ٺيھ اکري
شان پير پيران

الف، آءِ لقاءِ وڪاءِ تو، ميڏا ويڙها وساءِ تو
گهن دامن ڏست لاءِ تو، يا غوث اعظم دستگير
ب، بخش وفا اهين راھ تي، جئن نال رسان درگاه تي
ڪائي ڏات روان مئن ڏاھ تي، يا غوث اعظم دستگير
ت. تون هين تڪيا توڙ دا، مين ڪاهل تي ڪمزور دا
محتاج نہ ڪر ڪس هور دا، يا غوث اعظم دستگير
ث. ثابت بخش سلامتي، ڪر دور آن علامتي
دشمن مار ملامتي، يا غوث اعظم دستگير
ج . جام وصال پلاءِ تون، دل ڪول خوشي وڪلاءِ تون
منڪون اپٹي فوج ملاءِ تون، يا غوث اعظم دستگير
ح.حب هميش حضور دي ، سڪ ويکڻ جلوه نور دي
ڪر نيڑي[1] منزل دور دي، يا غوث اعظم دستگير
خ. خواهش منڊ هميش هان، در تيڏي دا درويش هان
هڻ پيش پيان هڻ پيش هان، يا غوث اعظم دستگير
د. دم دم تيڏي واسطي، ارداس[2] ڪران ارداس تي
سڻ خاص خدا دي واسطي، يا غوث اعظم دستگير
ذ. ذڪر خوش عام دا، منظور نظر مٹنون ياوندا
مئن اهو ڪمال ڪماوندا ، يا غوث اعظم دستگير
ر. راڳ تيڏا منن سڪيا، هر بار منگان مٹن بکيا
ڏي خير منڪون اٹلکيا، يا غوث اعظم دستگير
ز. زاري سڻ ڪر ڏات ڏي، اهين ڏات وچون خوش ڏينهن رات ڏي
ڪر مهران لک برات ڏي، يا غوث اعظم دستگير
س. سعيا ميڏا آپ ڪر، دل ميڏي دا جياپ ڪر
ميڏا سڄٹان نال ميلاپ ڪر، يا غوث اعظم دستگير

١. ويجهي، ٢.فرياد،

ش. شرم تي شان شعور[1] ڏي، نت معنوي مسرور ڏي
منکون اپڻي حب حضور ڏي، يا غوثِ اعظم دستگير

ص. صدقا عبدالوهاب دا، جلوه منهن مهتاب دا
حج حاصل کر شتاب دا، يا غوث اعظم دستگير

ض. ضرب بدن دا دور کَر، بدخواه[2] ميڏي چکچور[3] کَر
ميڏي جهولي پي پرپور کر، يا غوثِ اعظم دستگير

ط. طاقت تي توفيق ڏي، نت چار ئي يار رفيق ڏي
او يار رفيق صُديق ڏي، يا غوثِ اعظم دستگير

ظ. ظاهر باطن بندي هان، در تيڏي تي اگهاندي هان
گهن دست ميڏا هڻ ماندي هان، يا غوثِ اعظم دستگير

ع. عشرت بخش آرام ڏي ، خوش وقت و صال مدام ڏي
کر ميلي ميڏي آرام ڏي، يا غوثِ اعظم دستگير

غ. غم کنون پرپور رهان،تيڏي دارون ٻاجهون رنجور[4] رهان.
جڏان تون ملين مسرور[5] رهان، يا غوثِ اعظم دستگير

ف. فائق ميڏا نام کر، پرهمت ميڏي هام کر
ميڏي سرِ تي اپڻي هام کر، يا غوثِ اعظم دستگير

---

١. سمجهہ، عقل، ٢. دشمن، ٣. ختم کرڻ،٤.ڏکارو،٥.خوش باش

ک. ڪامل ميـــڏا پيـر هـــئين، درماندگان دستگير هئين

رهبر روشن ضـميـر هـئيـن، يا غوثِ اعظم دستگير

ل. لقمان يـيـج و صـپال دا، کـت کـشت فراق محال دا

تـيءُ منـصف[1] ميـڏي حال دا، يا غوث اعظم دستگير

م. مشکل ميـڏي کـول تـون ، ڪائي واءُ مهر دي کهول تون

کـر نـال غـلامـان ڳل ٻولِ تون، يا غوثِ اعظم دستگير

ن. نـام الله دا چـاڻ تـون، ميڏا حال ضعيف سُڃاڻ تون

مـئـن بي واهـي دا مـاڻ[2] تـون، يا غوثِ اعظم دستگير

ھ. ھـڻ سـڻ سڏ ميڏا ضـرور دا، کج کوتاه پيڙا دور دا

ـئن طـالب هـان حـضور دا، يا غوثِ اعظم دستگير

لا. لا الله پـهـچ سـويـل تون، ميڏي دشمن دا گهر پيل تون

ءِ. اسماعـيل عـصيـم کون ، گهن ٻاهون ميت مهيم کون

ڏي سـوي رسـول کـريم تـون يا غوثِ اعظم دستگير

مـئـن وچـڙي کـون رب ميل تون، يا غوثِ اعظم دستگير

ي. يـاري کـر پهـچاءِ تـون، مئکون دامن هيٺ چپاءِ تون

مـئـکون کلمہ صحيح سکاءِ تون ، يا غوثِ اعظم دستگير

---

١. انصاف ڪرڻ وارو، ٢. ناز

## بسم الله الرحمن الرحيم
## مناجات ٽوڙي
## سهرا مرحبا لعل قلندرشهباز

مـــــئـن بـانـدي بـردي دردي، منـگديـان مهر نظر دي
مــست و مــست قـلـنـدر لـعل جهولي ، جهولي لعل جيوي
١. تـئـكـون حــوران ميندڙي لائي، مَلڪ ملائڪ ڏيون واڌائي
شـادي تـيـڏي هــر سـال ، جهولي جهولي لعل جيوي
٢. ســرتـاج كـلـنـگي سـهــرا ، والـفجر[1] وكايا چهرا
نـــور جــلال و جمال، جهولي جـهـولـــي لعَـــل جيوي
٣. تـــيـڏي در تـــي سهـسين[2] ســوالي، ملنگ و مست موالي
كـــيـــلـن درد ڏمــال جـــهــولي جهولي لعل جيوي

---

١. سهڻو، ٢. سوين هزارين

---

## بسم الله الرحمن الرحيم
## شان قلندر لعل
## كافي( روپ ٽوڙي)

چـشـمـان ديــان اصــلان لُٽيان مئن، اهين فراق دي ڦٽيان مئن
١. هــادي دا مـيــلا آيـا هَــي، هـر جا حسن سمايا هَي
دلــبــر ســامــهـون آيـــا هَي، هڻ كيوين نظران مٽيان مئن
٢. شـهـباز حسيني دا حال آكان، سخي سيوهاڻي سهڻا لعل آكان
حــق نـــور جـــلال جمـال آكــــان، فيض دريا هي ڦٽيان مئن
٣. مـحبت دي وچ مست هوسان، تيڏي باجهہ سيتي مئن چست هوسان
رهــبــر رنـد تـيـڏا دل خست هوسان، ڀر پلاوين وٽيان مئن
٤. شـاه ولايـت نـال كـيـتيان، سب دي نال پلايان پال كيتيان
حق لعــل قـلــندر لعل كيتيان ، سر مال سارا هڻ سٽيان مئن

